# ايام حج ۾

# تبليغِ مصطفيٰ

صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَآلِہٖ وَسَلَّم

05-JUNE-2025



هفتيوار سنتنڀري اجتماع ۾ ٿيڻ وارو

سُنّتن ڀريو بيان

(For Islamic Brothers)

5 جون، 2025ع (اسلامي تاريخ: 8 ذُوالحج، 1446ھ)
تي پاڪستان جي هفتيوار اجتماعات ۾ ٿيڻ وارو بيان

# ايام حج ۽ تبليغ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

هن بيان ۾ توهان ڄاڻي سگهندؤ...

- ... ڪعبي کي ڏسڻ جي فضيلت..............
- ... الله ۽ رسول جو خليفو ڪير آهي؟.............
- ... دين جي خادم جي فضيلت....
- ... نيڪي جي دعوت عام ڪرڻ جو طريقو.......

پیشکش

اَلْمَدِيْنَةُ الْعِلْمِيَة

Islamic Research Center

(شعبہ: بیاناتِ دعوتِ اسلامی)

FOR FEEDBACK
(+92) 315 2692 786

GET MORE SPEECHES
(+92) 310 8882 033

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى خَاتَمِ النَّبِيّٖن ط

اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ط بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصْحٰبِكَ يَا حَبِيْبَ الله

اَلصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكَ يَا نَبِيَّ الله وَعَلٰى اٰلِكَ وَاَصْحٰبِكَ يَا نُوْرَ الله

نَوَيْتُ سُنَّتَ الْاِعْتِكَافِ (ترجمو: مون سنّتِ اعتڪاف جي نيّت ڪئي)

# درودِ پاڪ جي فضيلت

حضرت احمد بن ثابت مغربي رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه فرمائن ٿا: مان قبلي ڏانهن منهن ڪري دُرودِ پاڪ جي موضوع تي مضمون ترتيب ڏئي رهيو هئس، اوچتو مون تي غنودگي طاري ٿي ۽ مون کي اک لڳي وئي. خواب ۾ مون الله پاڪ جا مُقَرَّب فرشتا ۔ ۞حضرت جبرائيل، ۞حضرت ميڪائيل، ۞حضرت اسرافيل ۞ ۽ حضرت عزرائيل عَلَيۡهِمُ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ ڏٺا. (تن مقرب فرشتن سان ٿيل ڳالهه ٻولهه جو ذڪر ڪرڻ پوءِ شيخ احمد بن ثابت رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه فرمائن ٿا:) مون حضرت عزرائيل عَلَيۡهِ السَّلَام کي عرض ڪيو: مان الله پاڪ ۽ سندس پياري حبيب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو واسطو ڏئي التجا ٿو ڪريان ته جڏهن اوهان منهنجو ساهه ڪيو ته نرمي سان ڪيجو.

(انهن) فرمايو: رسولِ اڪرم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي گهڻي مقدار ۾ دُرودِ پاڪ پڙهندو ڪر.[1]

آس ہے کوئی نہ پاس ایک تمہاری ہے آس | بس ہے یہی آسرا تم پہ کروڑوں درود[(2)]

[1] ... سعادة الدارين، صفحه:125ملخصًا۔

[2]... حدائق بخشش، صفحه:267۔

وضاحت: يا رسولَ الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! مون توهان کانسواءِ ڪنهن مان اميد نہ لڳائي آهي، ۽ نہ ئي ڪو اهڙو آهي جنهن مان اميد لڳائي سگهجي ٿي، مونکي تہ رڳو توهان جو ئي آسرو ۽ سهارو آهي، اوهان تي ڪروڙين درود هجن.

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِيْب! صَلَّی اللهُ عَلٰی مُحَمَّد

## بيان ٻڌڻ جون نِيّتون

حديث پاڪ ۾ آهي: اِنَّمَا الْاَعْمَالُ بِالنِّيَّات عملن جو دارومدار نيتن تي آهي.[1]

اي عاشقانِ رسول! سنين سنين نيتن سان عمل جو ثواب وڏي ويندو آهي. اچو! بيان ٻڌڻ کان پهريان سنيون سنيون نيتون ڪري ونون ٿا، مثال طور نيت ڪريو! ❁رضاءِ الٰهي جي لاءِ مڪمل بيان ٻڌندس ❁اَدَب سان ويهندس ❁بيان دوران سُستي کان بچندس ❁پنهنجي اِصلاح جي لاءِ بيان ٻُڌندس❁جيڪو ٻُڌندس، اهو ٻين تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪندس.

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِيْب! صَلَّی اللهُ عَلٰی مُحَمَّد

## ڪعبو ڏسڻ جي فضيلت

پيارا اسلامي ڀائرو! اَلْحَمْدُلِلّٰه! حج جا مقدّس ۽ بابرڪت ڏينهن آهن، خوشنصيب آهن جيڪي حج جي سفر تي روانا ٿين ٿا، ڪعبي شريف جي زيارت ڪن ٿا، طواف جو مزو ماڻين ٿا، صفا ۽ مروه جي سعي ڪن ٿا، مزدلفہ ۽ عرفات ۾ ترسي بخشش ۽ مغفرت جا حقدار بڻجن ٿا. عالم سڳورا فرمائن ٿا: ❁هڪ شخص پنهنجي گهر ۾ آهي، نفل نمازون پڙهي رهيو آهي، ❁ٻيو شخص حرم پاڪ ۾ آهي، ڪعبي شريف جي قريب وينو آهي ۽ ان کي ڏسي رهيو آهي. فرمايو ويو: هي جيڪو ڪعبي جي قرب ۾ حاضر آهي ۽ ان جي جلون ۾ گم آهي، اهو ان

1 ...بخاری، کتاب بدء الوحی، صفحہ:65، حدیث:1۔

شخص کان افضل آهي جيڪو گھر ۾ نماز پڙهي رهيو آهي.[1]

سُبْحٰنَ الله! ڪيتري خوشنصيبي جي ڳالهہ آهي، صرف ڪعبو ڏسي وٺڻ بہ گھٽ عبادت ناهي. حديث پاڪ موجب، ڪعبي شريف تي100 رحمتون وسنديون آهن، انهن مان 20 انهن کي ايندين آهن، جيڪو ڪعبي شريف کي ڏسي رهيو هوندو آهي.[2]

ڪاش! اسان کي بہ توفيق نصيب ٿئي ❁اسان بہ حج تي وڃون ❁ ڪعبو ڏسون ❁ طواف ڪيون ❁سعي ڪيون عرفات ۽ مزدلفہ ۾ حاضري ڏيون ❁ اِنْ شَآءَاللهُ الْكَرِيم مزي کي بہ مزو اچي ويندو.

| | |
|---|---|
| ياخُدا! حَجّ پہ بُلا آکے ميں کعبہ ديکھوں | کاش!اِک بار ميں پھر ميٹھا مدينہ ديکھوں |
| پھر مُيَسَّر ہو مجھے کاش وُقُوفِ عَرَفات | جلوہ ميں مزدِلفِہ اور مِنٰی کا ديکھوں |
| جُھوم کر خُوب کروں خانۂ کعبہ کا طواف | پھر مدينے کو چلوں گُنبدِ خضرا ديکھوں |

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

## گھٽي شدت واري آيت سڳوري

صحابيِ رسول حضرت عبد الله بن عباس رَضِيَ اللهُ عَنْهُ فرمائن ٿا تہ محبوبِ ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمت ۾ سوال ڪيو ويو: يا رسولَ الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! قرآنِ پاڪ جي ڪهڙي آيت اوهان تي تمام سخت هئي؟

فرمايائون: هڪ ڀيرو حج جي موسم هئي، عرب جا مشرڪ مڪي ۾ گڏ ٿيا هئا، مان منٰی ۾ موجود هئس. ان وقت حضرت جبرائيل امين عَلَيْهِ السَّلَام آيا ۽ هيءَ آيت نازل ٿي.

---

1 اخبارِ مکہ للازرقی،باب ماجاء فی الرحمۃ التی تتنزل...الخ، جلد:2، صفحہ:9۔

2 معجم کبیر، جلد:5، صفحہ:329،

يٰۤاَيُّهَا الرَّسُوْلُ بَلِّغْ مَاۤ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ
(پاره:6، سورۀ مَائده:67)

ترجمو كنزالعرفان: اي رسول! جيكوكجهه اوهان ڏانهن اوهان جي رب جي طرف کان نازل ڪيو ويو ان جي تبليغ فرمايو

انهيءَ حڪمِ الهي کي ٻڌي مان اٿي بيٺس، مون ماڻهن کي سڏ ڪري چيو: اي انسانو...! مان اوهان ڏانهن الله پاڪ جو رسول ٿي آيو آهيان، "لاالٰه الاالله" چئو ۽ نجات حاصل ڪيو...! جيڪڏهن اوهين ائين ڪيو ته اوهان لاءِ جنت آهي.

بس هيءَ ڳالهه ٻڌڻ جي دير هئي، نه ڪو يار رهيو، نه ڪو جوان، نه عورتون، سڀ مون تي ٽٽي پيا. ڪنهن مون تي مٽي اڇلائي، ته ڪن مون تي پٿر اڇلائڻ شروع ڪيا. ان ئي دوران ڪنهن مون کي چيو: اي محمد صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! جيڪڏهن اوهين نبي آهيو ته انهن جي خلاف اهڙي ئي هلاڪت جي دعا ڪيو، جيئن حضرت نوح عَلَيْهِ السَّلَام ڪئي هئي.

الله! الله! ڏسو ته محبوبِ ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي رحمت ۽ مهربانيءَ جو عالم ڏسو! ڪي پٿر وسائي رهيا هئا، ڪي مٽي اُڇلائي رهيا هئا، ماڻهو مَعَاذَالله! بي ادبيءَ وارا جملا چئي رهيا هئا، ان حال ۾ به پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم دعا ڪئي، فرمايائون: اَللّٰهُمَّ اهْدِ قَوْمِي فَإِنَّهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ اي الله پاڪ! منهنجي قوم کي هدايت عطا فرما، بيشڪ اهي نٿا ڄاڻن.[1]

سلام اُس پر کہ اَسْرَارِ محبّت جس نے سمجھائے
سلام اُس پر کہ جس نے زَخم کھا کر پُھول برسائے
سلام اُس پر کہ جس نے خُوں کے پیاسوں کو قبَائیں دِیں

1..تفسير درمنثور، پاره:6، سورۀ مائده، زيرِ آيت:67، جلد:3، صفحه:117.

سلام اُس پر کہ جس نے گالیاں سُن کر دُعائیں دِیں

پيارا اسلامي ڀائرو! هي هو اسلام جو ابتدائي مرحلو...!! جڏهن اسلام اڀرڻ شروع ٿيو هو. هڪ اڄ جو زمانو آهي، اسان مان ڪو به حج لاءِ روانو ٿيندو آهي تہ ڪيس مبارڪباد ڏني ويندي آهي پري پري کان مائٽ ملڻ لاءِ ايندا آهن گلن جا هار پارايا ويندا آهن دعائن جي لاءِ درخواستون پيش ڪيون وينديون آهن عاشقانِ رسول اها تمنا ڪري رهيا هوندا آهن تہ هن خوش نصيب حرم جي مهمان جي قدمن تي قربان ٿي وڃون. ٻئي پاسي، اسلام جو اهو ابتدائي مرحلو هو، جتي انهن ئي حج وارن مقامن تي ڪعبہ شريف جي ويجهو حرمِ پاڪ ۾ صفا ۽ مروه جي جڳهن تي منیٰ، عرفات ۽ مزدلفہ ۾ سيني حاجين جا سردار، سڄي جهانن جا مالڪ ۽ مختار، محبوبِ ربِّ غفّار صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نيڪيءَ جي دعوت ڏيندا هئا ۽ ڪافر سندن تي ظلم ۽ ستم جا پهاڙ ٽوڙيندا هئا.

هن مان اندازو لڳايو تہ محبوبِ ذيشان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم دين جو ڪم ڪيترين مشڪلاتون ۽ تڪليفون برداشت ڪري ڪيو.

حق کی راہ میں پتھر کھائے خوں میں نہائے طائف میں
دین کا کتنی محنت سے کام آپ نے اے سلطان کیا

## ڪلمو پڙهو ڪاميابي ماڻيو...!!

پيارا اسلامي ڀائرو! حج جي ڏينهن ۾ ماڻهو پري پري کان سفر ڪري مڪي پاڪ پهچندا هئا. جاهليت جي دور ۾ بہ هتي وڏا وڏا بازار لڳندا هئا، ماڻهو وڏي شوق سان شرڪت ڪندا هئا. جو تہ ان وقت وڏي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿيندا هئا، تنهنڪري پيارا آقا، مڪي مدني مصطفیٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان موقعي مان فائدو وٺندا هئا ۽ نيڪي جي دعوت خوب ڪثرت سان ڏيندا هئا.

حضرت محمد بن عمر اسلمي رَحۡمَةُ اللّٰہِ عَلَيۡه فرمائن ٿا تہ اعلانِ نبوت کان پوءِ پهريان ٽي سال پياري آقا، مڪي مدني مصطفیٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم لڪي ڪري اسلام جي دعوت ڏني. پوءِ پاڻ ظاهري طور تي دعوت ڏيڻ جي شروعات ڪئي. پاڻ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم لاڳيتو ڏهَہ سالن تائين ماڻهن کي نيڪي جي دعوت ڏيندا رهيا. سندن مبارڪ معمول هوندو هو تہ هر سال حج جي موسم ۾ هر قبيلي وٽ پاڻ تشريف وٺي ويندا هئا، انهن کي اسلام جي دعوت ڏيندا هئا. ۽ فرمائيندا هئا: ”اوهان اسلام قبول ڪيو! مان اوهان کي جنت جي خوشخبري ڏيان ٿو.“

پر افسوس! ڪو بہ سندن جي دعوت تي لبيڪ نہ چوندو هو. پاڻ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم خيمن جي اڳيان لنگهندا، بلند آواز سان چوندا ويندا ها: يَااَيُّهَاالنَّاسُ! قُوْلُوالَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ، تُفْلِحُوا!”اي انسانو...!! لَااِلٰهَ اِلَّااللّٰه چئو...!! ڪاميابي حاصل ڪيو...!! جيڪڏهن اوهين هيءَ دعوت قبول ڪيو تہ عرب جا مالڪ ٿي ويندؤ، عجم اوهان جي ماتحت ٿي ويندا ۽ اوهان کي جنت ۾ بلند مقام نصيب ٿيندا.“

بدبخت ابولهب سندن پنيان پنيان هلندو هو، پاڻ سڳورا اسلام جي دعوت ڏيندا هئا، ابولهب بلند آواز سان چوندو ويندو هو: ”اي انسانو.!! هن جي ڳالهہ نہ ٻڌو، هي ڪوڙو آهي!"(معاذَاللہ! استغفرُاللہ! استغفرُاللہ!)

| | |
|---|---|
| پیمبر دعوتِ اسلام دینے کو نکلتا تھا | نویدِ راحت و آرام دینے کو نکلتا تھا |
| نکلتے تھے قریش اِس راہ میں کانٹے بچھانے کو | وجودِ پاک پر سو سو طرح کے ظُلم ڈھانے کو |
| مگر وہ منبعِ حِلم و صَفا خاموش رہتا تھا | دعائے خیر کرتا تھا جَفا و ظُلم سہتا تھا |

حضرت طارِق بن عبد الله رَضِيَ اللّٰهُ عَنۡهُ فرمائن ٿا: مان حج جي ڏينهن ۾ ذو المجاز نالي بازار ۾ هئس، تہ اوچتو اُتان هڪ صاحب لنگهيا، جن جي مبارڪ پيرَن مان رت وهي رهيو هو، ۽ اُهي فرمائيندا پئي ويا: ”اي انسانو...!! ڪلمو پڙهو...!

ڪاميابي حاصل ڪيو!" سندس پنيان هڪ شخص لڳاتار پٿر هڻندو پئي ويو. مون پڇيو: "هي ڪير آهن؟" ٻڌايو ويو: "**هي هاشمي آهن، نبوت جي دعوا ڪن ٿا ۽ سندن پٺيان جيڪو پٿر هڻي رهيو آهي، اُهو سندن چاچو ابولهب آهي.**"[1]

| | |
|---|---|
| اگر ایمان لے آؤ تو بچ جاؤ گے اے لوگو! | فلاحِ دنیوی و اُخروی پاؤ گے اے لوگو! |
| اُمَیَّہ، بُو لَہَب، بُو جَہل، عُقْبہ سخت دشمن تھے | شَقاوت پیشہ تھے، بِیْداد گر تھے اور پر فن تھے |

## جبريل عَلَيْهِ السَّلَام خدمت ڪئي

الله! الله! پيارا اسلامي ڀائرو! ٿورو تصور تہ ڪيو! ڪيترين درد ڀريون ڳالهيون آهن. اسان جا پيارا آقا، جان ڪان وڌيڪ پيارا صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سندن نعلين شريف (يعني مبارڪ جوتن) سان لڳنڌڙ مقدس مٽيءَ تي اسان جهڙن ڪروڙين جي جان قربان، پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي پٿر وسايا ويندا هئا، جسم مبارڪ مان رت وهندو هو، تڪليفون برداشت ڪندا هئا، ان جي باوجود بہ نيڪيءَ جي دعوت جو عظيم ڪم جاري رکندا هئا.

هڪ دفعي جو واقعو آهي، محبوب ذيشان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تشريف فرما هئا، سندن جسم پاڪ رتو رت هو. ايتري ۾ جبرائيل امين عَلَيْهِ السَّلَام حاضر ٿيا، عرض ڪيائون: يا رسول الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! ڇا ڳالھ آهي؟ فرمايائون: انهن مڪي وارن ظلم ڪيو آهي. پوءِ حضرت جبرائيل عَلَيْهِ السَّلَام دل مبارڪ کي تسلي ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو: يارسول الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! سامهون وڻ ڏسي رهيا آهيو؟ ان کي پنهنجي طرف سڏيو! پياري محبوب صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وڻ کي سڏ ڏنو تہ وڻ فوراً خدمت ۾ حاضر ٿي ويو. پوءِ واپس وڃڻ جو حڪم ڏنائون تہ وڻ واپس هليو ويو. ان تي پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: اي جبرائيل! (دل جي تسلي لاءِ) ايترو ڪافي

1 معجم ڪبير، جلد:4، صفحہ:391، حديث:8100۔

آهي. [1]

پيارا اسلامي ڀائرو! هي محبوب ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آهن، حضرت جبرائيل امين عَلَيْهِ السَّلَام پاڻ ڪريمن جي توجه مبارڪ هن طرف ڪرڻ چاهي پئي ته يا رسول الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! اوهان وٽن ڪي سڌ ڪيو ته اهي به اطاعت ڪن پيا، ان ۾ اشارو آهي ته اوهان جي نيڪيءَ جي دعوت ۾ ڪا گهٽتائي ناهي، قصور انهن غير مسلمن جي انڌين دلين جو آهي، جيڪي سمجهڻ ۽ مڃڻ کان قاصر آهن.

## نيڪيءَ جي دعوت مشڪل ڪم آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! هي اسان جا آقا ۽ مولا، مڪي مدني مصطفىٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آهن، ❁هي اهي ئي بلند مرتبي واري هستي آهن، جن جي صدقي زمين ۽ آسمان پيدا ڪيا ويا، ❁هي اهي ئي هستي آهن، جيڪي سڀني نبين جا سردار آهن، ❁هي اهي ئي آهن جيڪي آسمان جي طرف اک کڻن ته الله پاڪ قبلو تبديل ڪري ڇڏي، ❁آڱر سان اشارو ڪن ته چنڊ به ٽڪرا ٿي وڃي، لهندڙ سج واپس موٽي اچي، ❁هي اهي ئي آهن جن بابت مولانا حسن رضا خان صاحب رَحۡمَةُاللّٰهِ عَلَيۡه چون ٿا:

جو بات لبِ حضرتِ عیسیٰ نے دِکھائی | وہ کام یہاں جنبشِ داماں سے نکالا

وضاحت: يعني حضرت عيسىٰ عَلَيْهِ السَّلَام جو اهو شان هو جو مٽيءَ جا پکي ناهيندا هئا، پوءِ انهن کي ڦوڪ ڏئي زنده ڪري ڇڏيندا هئا، جڏهن ته اسان جي آقا صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو اهو شان آهي جو سندن کي ڦوڪ ڏيڻ جي به ضرورت نٿي پوي، رڳو اشارو فرمائن ٿا ۽ بي ساهن ۾ به ساهه پئجي ويندو آهي.

بندِ غم کاٹ دیا کرتے ہیں تیرے اَبرُو | پھیر دیتا ہے بلاؤں کو اشارہ تیرا

---

1 معجم ڪبير، جلد:4، صفحه:391، حديث:8100۔

هيءَ حقيقت آهي، جن جو رڳو هڪ اشارو آفتن ۽ بلائن کي ٽاري ڇڏيندو آهي، اُن محبوب آقا، مڪي مدني مصطفٰی صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم مڪي پاڪ ۾ ڏهه سال اهڙيءَ ريت گذاريا، جو ❁مڪي جا غير مسلم تڪليفون ڏيندا هئا، ❁جسم پاڪ مان رت وهي نڪرندو هو، ❁ڪو معاذالله! گاريون ڏيندو هو، ❁ڪو مبارڪ، پاڪيزه، چمڪندڙ لباس شريف تي مٽي وجهڻ جي جسارت ڪندو هو، ❁ابولهب جهڙا بدبخت ته پٿر وسائڻ کان به نه رڪجندا هئا، ان جي باوجود پاڻ ڪريم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نه انهن جي خلاف بد دعا فرمائيندا هئا، نه ئي نيڪيءَ جي دعوت جو هي عظيم ڪم روڪيندا هئا، بلڪ صبر ۽ تحمل جو جبل بڻجي ڏهن سالن تائين لاڳيتو ڏک برداشت ڪندا رهيا.

## الله جي راه ۾ تڪليفون سَهڻ سنت آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! ان ۾ اسان لاءِ سبق آهي ۽ اهو هي ته دين جي ڪم ۾ تڪليفون ضرور برداشت ڪرڻيون پونديون آهن. اسان وٽ ڪي ماڻهو دل برداشته ٿي ويهي رهندا آهن، مثلاً: عماموشريف ٻڌو، گهر وارن ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون، ته هي دل شڪسته ٿي عماموشريف لاهي ڇڏيندا، ❁ڏاڙهي سجائي، ماڻهن ٺٺوڪون ڪرڻ شروع ڪيون! ته هي معاذ الله! گهٻرائجي ڏاڙهي ڪٽائي ڇڏيندا، ❁نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ نڪتا، ماڻهن بي ادبي ڪئي، ❁ڪنهن گار ڏني، ❁ڌڪو ڏنو، ❁ ٺٺوڪون ڪيون! ته ڪجهه نادان مبلغ همت هاري ويهندا آهن. اهڙن مبلغن کي گهرجي ته محبوبِ ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي انهن تڪليفن کي سامهون رکن. شيخِ طريقت، اميرِ اهلِ سنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه لکن ٿا: الله جي واٽ ۾ تڪليفون سهڻ به سنت، انهن تي صبر ڪرڻ به سنت ۽

باوجود سخت ترين مشڪلاتن جي نيڪيءَ جي دعوت جاري رکڻ بہ سنت آهي.[1]

سُنّتیں عام کریں دین کا ہم کام کریں | نیک ہو جائیں مسلمان مدینے والے

صَلُّوْاعَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

## نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ سنتِ انبياء آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! اسان کي بہ گھرجي تہ نيڪيءَ جي دعوت عام ڪريون، ڇو تہ هي نيڪ عمل سنتِ مصطفىٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بہ آهي، ۽ سنتِ انبيا عَلَيْهِمُ السَّلَام بہ آهي. حضرت آدم عَلَيْهِ السَّلَام کان وٺي سيني کان آخري نبي، محمد عربي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تائين جيترا بہ نبي آيا، انهن جي اچڻ جو اصل مقصد ئي نيڪيءَ جي دعوت عام ڪرڻ هو. قرآنِ ڪريم ۾ آهي:

| | |
|---|---|
| رُسُلًا مُّبَشِّرِيْنَ وَ مُنْذِرِيْنَ لِئَلَّا يَكُوْنَ لِلنَّاسِ عَلَى اللّٰهِ حُجَّةٌۢ بَعْدَ الرُّسُلِ ؕ (پاره:6، سورة نساء:165) | ڪنزالعرفان ترجمو: اسان رسولن کي خوشخبري ۽ خوف ٻڌائيندڙ ڪري (موڪليو) تہ جيئن رسولن (کي موڪلڻ) کان پوءِ اللّٰہ وٽ ماڻهن جي لاءِ ڪو بہ عذر (باقي) نہ رهي. |

معلوم ٿيو، اللّٰہ پاڪ نبي ۽ رسول موڪليا تہ جيئن هو ماڻهن کي جنت ۾ وٺي وڃڻ وارا عمل ٻڌائين ۽ دوزخ ۾ وجهڻ وارن عملن کان ڊيڄارين. اللّٰہ پاڪ جي ٻانهن تائين اللّٰہ پاڪ جو پيغام پهچائن تہ جيئن قيامت جي ڏينهن ڪو هي نہ چئي سگهي تہ اسان تائين تہ پيغام پهتو ئي نہ هو.

## اوهان بہ نيڪيءَ جي دعوت ڏيو!

1 معجم ڪبير، جلد:4، صفحہ:391، حديث:8100۔

سُبْحٰنَ الله! پيارا اسلامي ڀائرو! اندازو ڪيو تہ نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ ڪيترو عظيم ترين ڪم آهي. انبياءِ ڪرام عَلَيۡهِمُ السَّلَام جيڪي سڀني مخلوق کان افضل ۽ اعليٰ، نهايت بلند مرتبو رکندڙ آهن، الله پاڪ انهن کي بہ نيڪيءَ جي دعوت عام ڪرڻ لاءِ موڪليو. ڪاش! اسان بہ انبياءِ ڪرام عَلَيۡهِمُ السَّلَام جي سيرت جي نقشِ قدم تي هلندي نيڪيءَ جي دعوت عام ڪرڻ وارا بڻجي وڃون. الله پاڪ قرآنِ ڪريم ۾ فرمائي ٿو:

كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ اُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ تَاْمُرُوْنَ بِالْمَعْرُوْفِ وَ تَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنْكَرِ

(پاره:4،سورة آلِ عمران:110)

ترجموڪنزالعرفان: (اي مسلمانو!) توهان بهترين اُمت آهيو جيڪا ماڻهن (جي هدايت) جي لاءِ ظاهر ڪئي وئي، توهان ڀلائي جو حڪم ڏيندا آهيو ۽ برائي کان منع ڪندا آهيو

معلوم ٿيو، نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ ۽ برائيءَ کان روڪڻ هر مسلمان جي ذميواريءَ ۾ شامل آهي، پر افسوس! اڄ مسلمانن جي اڪثريت انهن ذميوارين کان منهن موڙي چڪي آهي. نہ ڄاڻ ڪٿان هڪ عجيب سوچ اچي وئي آهي: اسان سمجهون ٿا تہ نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ ۽ برائيءَ کان روڪڻ صرف مولوي يا امام صاحب جو ڪم آهي، باقي سڀ ڪمائين، کائين ۽ موج مستي ڪن.

ڀهرين تہ هي ياد رکو! "مولوي" جو هڪ مطلب آهي: الله وارو. (1) جڏهن ڏٺو وڃي تہ هر مسلمان ئي الله وارو آهي، يعني جيڪو الله پاڪ کي مڃي ٿو. اسان مان شايد ئي ڪو پاڻ کي شيطان وارو چوڻ لاءِ تيار هجي. جيڪڏهن سيئي الله وارا آهن تہ پوءِ سيئي مولوي ٿيا، ها، جنهن ڏاڙهي ناهن رکي، اها ان جي غلطي آهي. ڏاڙهي نہ رکڻ وارو، ديني علم نہ سکڻ وارو بيٺو ڏوهاري آهي. هڪ تہ اُن ڏاڙهي نہ رکي، ضروري ديني علم نہ سکيو ۽ ٻيو تہ نيڪيءَ جي دعوت بہ نٿو

---

[1]...فيضان علم وعلما، صفحہ:11۔

ڏئي، برائيءَ کان بہ منع نٿو ڪري.

مشهور مفسرِ قرآن، حڪيم الامت مفتي احمد يار خان نعيمي رَحۡمَةُ اللّٰہِ عَلَيۡه فرمائن ٿا تہ: ”سيئي مسلمان مبلغ آهن، سيني تي فرض آهي تہ ماڻهن کي سٺين ڳالهين جو حڪم ڪن ۽ بڇڙين ڳالهين کان روڪين.“ (1) اسان جي پيارا آقا، مديني واري مصطفیٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: بَلِّغُوۡا عَنِّیۡ وَلَوۡ اٰيَةً(2) يعني منهنجي طرفان پيغام پهچايو، ڀلي هڪ آيت ئي ڇو نہ هجي.

پيارا اسلامي ڀائر! اسان ٿورو غور ڪريون. اسان دين جون جيتريون ڳالهيون ڄاڻون ٿا، ڇا اسان اهي ٻين تائين پهچايون ٿا؟ ❁ڪير ناهي ڄاڻندو تہ پنج نمازون فرض آهن؟ پر ڇا اسان ٻين کي نماز جي دعوت ڏيون ٿا؟ ❁ڪير ناهي ڄاڻندو تہ رمضان جا روزا فرض آهن؟ پر ڇا اسان روزا رکڻ جي ترغيب ڏيندا آهيون ؟ ❁ ڪير ناهي ڄاڻندو تہ قرآن جي تلاوت نيڪيءَ جو ڪم آهي؟ ڇا اسان ٻين کي قرآن پڙهڻ لاءِ چئون ٿا؟ ❁ڪير ناهي ڄاڻندو تہ سودي قرض وٺڻ ڏيڻ، گانا ٻڌڻ، فلمون ڊراما ڏسڻ، بي پردگي وغيره سڀ گناهہ آهن؟ پر ڇا اسان ماڻهن کي انهن کان روڪيون ٿا؟

افسوس! اسان جي اڪثريت اهڙي آهي جيڪا هي سڀ ڪجهہ ڄاڻڻ باوجود بہ نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ واري هن عظيم ڪم کان محروم آهي. اسان جيترو دين ڄاڻون ٿا، اوترو ٻين تائين نٿا پهچايون ۽ نہ ئي وڌيڪ ديني علم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا.

## بهترين ماڻهو جون نشانيون

حديث پاڪ ۾ آهي: ڪنهن حضور انور، مڪي مديني جي تاجور صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

1...تفسير نعيمی، پاره:4 ، سورة اٰل عمران، تحت الآية:104، جلد:4، صفحہ:79۔
2...بخاری، کتاب احاديث الانبياء، صفحہ:888، حديث:3461۔

ڪان پڇيو: ”بهترين ٻانهو ڪير آهي؟“ پاڻ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: ”الله پاڪ کان ڊڄڻ وارو، صله رحمي ڪندڙ(يعني مائٽن سان سنو سلوڪ ڪندڙ)، سٺيون ڳالهيون ٻڌائيندڙ ۽ برين ڳالهين کان روڪيندڙ.“ (1)

## الله و رسول جو خليفو ڪير آهي؟

امام حسن بصري رَحْمَةُاللّٰهِ عَلَيْه فرمائن ٿا: جيڪو چڱي ڳالهه ڪرڻ جو حڪم ڏئي ۽ برائي کان روڪي، اهو الله جو به خليفو آهي، سندس رسول صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو به ۽ سندن ڪتاب (يعني قرآن پاڪ) جو به خليفو آهي. (2)

## نيڪي جي دعوت ڇڏي ڏيڻ جا نقصان

پيارا اسلامي ڀائرو! جيئن نيڪي جي دعوت ڏيڻ بهترين عبادت آهي، تيئن هي ديني ڪم ڇڏي ڏيڻ بدترين جرم آهي. روايت ۾ آهي ته جيڪڏهن مسلمان تبليغ ڇڏي ڏين ته انهن تي ظالم بادشاهه مسلط ٿيندا ۽ انهن جون دعائون قبول نه ٿينديون. (3)

الله اڪبر! الله پاڪ اسان جي حال تي رحم فرمائي. اسان سڀني کي نيڪي جي دعوت عام ڪرڻ ۾ لڳي وڃڻ گهرجي.

## آقا ڪريم ۽ شوقِ تبليغ دين

ڏسو! اسان جي آقا و مولا، مڪي مدني مصطفىٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي نيڪي جي دعوت عام ڪرڻ جو ڪيترو شوق ۽ جذبو هو. غير مسلم تڪليفون پهچائيندا هئا، پاڻ صبر ڪندا ۽ نيڪي جي دعوت ڏيندا هئا. اهي پٿر هڻندا ها، پاڻ نيڪي جي دعوت جا گل عطا فرمائيندا ها. اهي جهنم جي باهه ڏانهن وڌندا

1...شُعب الايمان، باب فى صلة الارحام، جلد:6، صفحہ:220، حديث:7950۔
2...تفسير روح المعانى، پاره:4 ، سورۂ اٰل عمران، تحت الآية:104، جلد:4، صفحہ:326۔
3...تفسير روح المعانى، پاره:4 ، سورۂ اٰل عمران، تحت الآية:104، جلد:4، صفحہ:326ملتقطاً۔

ها، پاڻ كريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم انهن کي جنت جو رستو ڏيکاريندا ها. اهي ظلم ۽ ستم کان باز نہ ايندا هئا، پاڻ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نيکي جي دعوت جو کم بند نہ کندا هئا. پاڻ كريمن جو اهو تاريخي جملو بہ ياد کريو: پاڻ كريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو هو: جيکڏهن اهي منهنجي ساڄي هٿ تي سج ۽ ٻئي هٿ تي چنڊ بہ رکي ڇڏين، تڏهن بہ مان هن کم کي کڏهن بہ نہ ڇڏيندس.[1]

پوءِ شعبِ ابي طالب جو واقعو ياد کريو! پيارا محبوب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نيکي جي دعوت ڏيندا هئا، غير مسلم ان تي نارض ٿيندا هئا. آخرکار انهن گڏجي پاڻ كريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ سندن حمايت کندڙن کان سماجي بائيکاٽ کري ڇڏيو. پاڻ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ۽ سندن جا ساٿي ۽ خاندان وارا ٽي سال شعبِ ابي طالب (ٻن پهاڙن جي وچ ۾ هک وادي) ۾ رهيا. کافر کاڌو پاڻي وغيره کجهہ بہ انهن تائين وڃڻ نہ ڏيندا هئا. حالت اها هئي جو شعبِ ابي طالب ۾ رهڻ وارن مسلمانن تي بک جو غلبو هو، ٻار بک ۽ اڃ جي کري تڙپندا، روئندا هئا، هي کافر ننڍن ٻارن جون رڙيو ٻڌي کلندا هئا. اهي عظيم عاشقِ رسول کيترائي ڏينهن بک برداشت کندا هئا، کڏهن بک وڌي ويندي هئي تہ وڻن جا پن اُباري کائيندا هئا. حضرت سعد ابن ابي وقاص رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ جو بيان آهي تہ هک رات کيس سُکل چمڙي جو ٽکرو مليو، پاڻ رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ هن کي ڌوئي، باهہ تي سِيکيو پوءِ پاڻيءَ ۾ ڳاري ۽ ستوءَ وانگر پيئي پنهنجي پيٽ جي بُک مٽائي.(الرَّوضُ الْأُنُف ج٢ ص ١٦١)

وہ بھوکی بچیوں کا رُوٹھ کر فِی الفَور مَن جانا
خدا کا نام سُن کر صَبر کی تصویر بن جانا

تڑپنا بھوک سے کچھ روز آخر جان کھودینا
وہ ماؤں کا فلک کو دیکھ کر چُپ چاپ رو دینا

رِضا وصَبر سے دِن کٹ گئے اِن نیک بختوں کے
کہ کھانے کے لیے ملتے رہے پتّے درختوں کے

گزارے تین سال اِس رنگ سے ایمان والوں نے
دِکھادی شانِ اِستِقلال اپنی آن والوں نے

1 سيرتِ رسولِ عربی، صفحہ:85۔

الله! الله! پيارا اسلامي ڀائرو! ڏسو! اهي ڪھڙيون ڏکيائون هيون، شايد اسان مان ڪنهن کي انهن ڏکيائين جو ويهون حصو بہ برداشت ڪرڻو پئجي وڃي ها تہ صبر ٽٽي پوي ها ۽ پاڻ سنڀالي نہ سگهون ها، پر اهي اسان جا آقا و مولا، مکي مدني مصطفٰی صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هئا، سندن جا وڏي مقام وارا صحابہ هئا، ايتريون تڪليفون برداشت ڪرڻ باوجود بہ پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نيڪيءَ جي دعوت جو عظيم ڪم جاري رکيو، ايستائين جو الله پاڪ اسلام کي غلبو عطا فرمائي ڇڏيو.

حق کی راہ میں پتھر کھائے خوں میں نہائے طائف میں
دین کا کتنی محنت سے کام آپ نے اے سلطان کیا

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

## دين جي خادم جي فضيلت

پيارا اسلامي ڀائرو! بيشڪ جيڪو ٻانهو الله پاڪ جي دين جي خدمت ڪندو آهي، الله پاڪ سندس مدد ڪندو آهي. 26 هين سيپاري سورت محمد، آيت 7 ۾ الله پاڪ فرمائي ٿو:

| | |
|---|---|
| يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنْ تَنْصُرُوا اللّٰهَ يَنْصُرْكُمْ وَ يُثَبِّتْ اَقْدَامَكُمْ۝۷ (پاره:26، سورۃ محمد:7) | ترجموڪنزالعرفان: اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن توهان الله جي دين جي مدد ڪندؤ تہ الله توهان جي مدد ڪندو ۽ توهان کي ثابت قدمي عطا فرمائيندو. |

سُبْحٰنَ الله! معلوم ٿيو تہ جيڪو ماڻهو الله پاڪ جي دين جي خدمت ڪندو آهي، ❁علمِ دين سکندو آهي، ❁ٻين کي سيکاريندو آهي، ❁نيڪي جي دعوت عام ڪندو آهي، ❁خدمتِ دين خاطر گهر ٻار ڇڏيندو آهي، ❁پنهنجي اولاد جي جدائي برداشت ڪندو آهي، ❁پري پري سفر ڪري دين ڦهلائيندو آهي، ❁پاڻ بہ نيڪيون ڪندو آهي ۽ ٻين کي نيڪ نمازي بڻائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، الله پاڪ اهڙي

ماڻهو جي مدد ڪندو آهي، ڪيس نيڪ مقصدن ۾ ڪاميابي عطا ڪندو آهي، جڏهن تڪليف يا پريشاني ايندي آهي تہ سندس مدد ڪئي ويندي آهي. مفسرينِ ڪرام لکيو آهي تہ جيڪو دين جي خدمت ڪندو آهي، اللّٰه پاڪ دنيا ۾ ڪيس ايمان تي ثابت قدمي عطا ڪندو آهي ۽ آخرت ۾ ڪيس پل صراط تي مضبوط قدم رکڻ جي توفيق ڏيندو.[1]

ڪرم سے نیکی کی دعوت کا خوب جذبہ دے | دُوں دُھوم سُنّتِ محبوب کی مچا یاربّ!
میں پُل صراط بلاخوف پار کر لوں گا | ترے کرم کا سہارا جو مل گیا یاربّ!

## اللّٰه پاڪ جو پيارو بڻائيندڙ ماڻهو

ٻنهي جهانن جي رحمت، مڪي مدني محبوب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: ڇا مان اوهان کي اهڙن ماڻهن جي خبر نہ ڏيان، جيڪي نہ نبي آهن نہ شهيد، پر قيامت جي ڏينهن نبي ۽ شهيد بہ انهن جي مرتبي کي ڏسي رشڪ ڪندا؟ اهي ماڻهو نور جي منبرن تي هوندا. اهي ڪير هوندا؟ اهي اللّٰه پاڪ جي ٻانهن کي اللّٰه جو محبوب بڻائڻ وارا هوندا، جيڪي ماڻهن کي نصيحتون ڪندا. عرض ڪيو ويو: يا رسول اللّٰه! اهي ڪهڙي طرح ماڻهن کي اللّٰه جو محبوب بڻائيندا آهن؟ حضور صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: اهي ماڻهن کي اللّٰه پاڪ جي پسنديده ڳالهين جو حڪم ڏيندا آهن ۽ اللّٰه پاڪ جي ناپسنديده ڳالهين کان روڪيندا آهن، پوءِ جڏهن ماڻهو انهن جي ڳالهہ مڃيندا آهن تہ اللّٰه پاڪ انهن مبلغن کي پنهنجو محبوب بڻائي ڇڏيندو. (شعب الإيمان، جلد 1، صفحو 367، حديث 409)

## مبلغ صرف محبوب نہ، پر محبوب بڻائيندڙ هوندو آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! ذرا سوچيو؟ نيڪيءَ جي دعوت جي ڌوم مچائڻ وارن جا ڪيڏا بلند ۽ عظيم مقام آهن. قيامت جي ڏينهن انهن تي اللّٰه پاڪ جو اهڙو انعام

[1] تفسير صراط الجنان، پاره:26، سورهٔ مُحَمّد، زيرِ آيت:7، جلد:9، صفحہ:298 بتصرف-

ٿيندو جو نبي ۽ شهيد بہ انهن جو شان ڏسي رشڪ ڪندا، خوش ٿيندا، تعريف ڪندا. اهڙي عظيم مرتبي جو سبب ڇا آهي؟ اهو ئي تہ اهي ماڻهو نيڪيءَ جو حڪم ڏئي، بُرائيءَ کان روڪي، ماڻهن کي عمل وارو بڻائيندا آهن ۽ الله پاڪ جو محبوب بڻائيندا آهن. جڏهن اهي ٻين کي الله جو محبوب بڻائيندا هوندا تہ پاڻ ڇونہ الله جا محبوب ٿيندا!

الله کا محبوب بنے جو تمہیں چاہے | اُس کا تو بیاں ہی نہیں کچھ تم جسے چاہو

## جنتي بڻائڻ جو شوق

پيارا اسلامي ڀائرو! اسان جي آقا و مولا، مڪي مدني مصطفىٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو هڪ نرالو ۽ بي مثال شوق هو، سندن پاڪ دل سدائين هن ئي ارادي سان جُڙيل هوندي هئي تہ انسان هدايت ماڻي، نيڪيءَ جي طرف وڌي. هي پيارو پيارو شوق اهڙي حد تائين غالب هو جو ڪڏهن بہ گهٽ نہ ٿيندو هو. روايت ۾ آهي تہ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم غير مسلمن کي نيڪيءَ جي دعوت ڏيندا هئا، کين اسلام ڏانهن سڏيندا هئا، دوزخ جي واٽ ڇڏي جنت جي واٽ طرف سڏيندا هئا. جڏهن اهي غير مسلم ماڻهو ڳالهہ نہ ٻڌندا هئا، ايمان نہ آڻيندا هئا، تہ نبي پاڪ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ڏاڍا غمگين ٿي ويندا هئا.[1] قرآنِ پاڪ جون ڪيتريون ئي آيتون صرف ان لاءِ نازل ٿيون تہ حضور صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي تسلي ملي تہ "اي پيارا محبوب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! جيڪڏهن هي ماڻهو ڪلمو نہ ٿا پڙهن، جنت جي راهہ تي نہ ٿا هلن تہ توهان پريشان نہ ٿيو، دل تڪليف ۾ نہ وجهو، هڪ هنڌ فرمايو:

فَلَعَلَّكَ بَاخِعٌ نَّفْسَكَ عَلٰۤى اٰثَارِهِمْ اِنْ | ترجمو ڪنزالعرفان: جيڪڏهن اهي هن ڳالهہ تي ايمان نہ آڻن تہ ٿي سگهي ٿو تہ

1 تفسير صراط الجنان، پاره:15، سورۂ کہف، زیرِ آیت:6، جلد:5، صفحہ:537 بتصرف-

لَّمۡ يُؤۡمِنُوۡا بِهٰذَا الۡحَدِيۡثِ اَسَفًا ﴿٦﴾ (پاره:15، سورة ڳهف:6)

اوهان انهن جي پنيان غم جي ڪري پنهنجي جان کي ختم ڪري ڇڏيو.

اللّٰهُ اڪبر! هي آهي مصطفىٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو شوق، محبوبِ ذيشان صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي امت تي رحمت آهي، جو الله پاڪ فرمايو: اي محبوب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! هي غير مسلم ڪلمو نٿا پڙهن، دوزخ جو رستو نٿا ڇڏين، جنت جي راهه تي نٿا اچن، قريب آهي ته توهان سندن غم ۾ پنهنجي جان ئي وڃائي ڇڏيندؤ.

الله! الله! ڏسو ته اسان جي پياري محبوب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي نيڪي جي دعوت ڏيڻ ۽ ماڻهن کي جنت جي راهه تي هلائڻ جو ڪيترو جذبو هو.

## باهه ۾ ڪري پوندڙ پروانن جو مثال

هڪ حديث پاڪ ۾ آهي ته پياري نبي، سچي نبي، مڪي مدني محمد عربي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: منهنجو ۽ ماڻهن جو مثال اهڙو آهي جيئن ڪو ماڻهو باهه ٻاري، ان جي روشنيءَ سان آسپاس جا علائقا روشن ٿي ويا، هاڻ پروانا ۽ ننڍڙا جيت انهيءَ روشني ڏانهن ڊوڙندي باهه ۾ ڪِرڻ لڳا. اهو ماڻهو پروانن کي ان باهه ۾ ڪرڻ کان روڪيندو آهي، پر اهي ناهن رُڪندا ۽ باهه ۾ ڪِري پوندا آهن. مان اهو آهيان، جيڪو ماڻهن کي پڪڙي ڪري باهه مان ڪڍندو آهيان، پر ماڻهو آهن جو پاڻ ئي باهه ۾ ڪرندا پيا وڃن.[1]

پيارا اسلامي ڀائرو! هي دلِ مصطفىٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي پياري پياري تمنا آهي، پاڻ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم چاهين ٿا ته ماڻهو دوزخ جي راهه کان هٽي وڃن، جنت ڏانهن هلڻ لڳن. هي اهو ئي شوق ۽ سوز آهي، جنهن جي ڪري پاڻ سڳورن صَلَّى

1 بخاری، کتاب الرقاق، باب الانتہاء عن المعاصی، صفحہ:1593، حدیث:6483۔

اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم طائف جي ميدان ۾ پٿر ڪاڏا، پاڪ جسم رت سان رنگين ٿيو، لڳاتار ڏهه سال مڪي وارن کي نيڪيءَ جي دعوت ڏيندا رهيا، هر سال حج جي موسم ۾ نيڪيءَ جي دعوت ڏيندا، الڳ الڳ قبيلن وٽ وڃي اسلام پيش ڪندا، ابو لهب ۽ ابو جهل جهڙا بدبخت پٿر وسائيندا هئا، مبارڪ قدم رت سان ڀرجي ويندا هئا، ان جي باوجود به پاڻ سڳورن صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ جو ڪم نه روڪيو. سڀ تڪليفون سهندي به دين جو ڪم جاري رکيو. ڇو؟ انهيءَ ڪري ته پاڻ سڳورن صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تمنّا آهي ته ماڻهو جنتي ٿي وڃن.

## پيارا آقا عزيز آهن

الله پاڪ قرآن پاڪ ۾ پنهنجي محبوب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو هڪ وصف بيان ڪندي فرمايو:

| | |
|---|---|
| عَزِيْزٌ عَلَيْهِ مَا عَنِتُّمْ (پاره:11، سورة توبہ:128) | ترجمو ڪنز العرفان: جنهن تي توهان جو تڪليف ۾ پوڻ تمام ڏکيو گذرندو آهي، |

هن آيت جي حوالي سان تفسير نعيمي ۾ لکيل آهي: يعني ان محبوب صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي اوهان جا اهي گناهه ڳرا لڳندا آهن، جيڪي اوهان کي عذاب يعني دوزخ ۾ پهچائيندا. توهان گناهه ڪندا آهيو ته هُو بيچين ٿي ويندا آهن، جيئن بدن جي ڪنهن عضوي کي چوٽ لڳي ته ساهه بيچين ٿي ويندو آهي.[1]

سويا کئے نابکار بندے | رویا کئے زار زار آقا

۽ مولانا حسن رضا خان رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه لکن ٿا:

بندے ہیں گنہگار بدنے | آقا ہے کرم شعار آقا
بندوں کا اَلَم نے دِل دُکھایا | اور ہو گئے بےقرار آقا

1 تفسير نعيمی، پاره:11 ، سورهٔ توبہ، زیرِ آیت:128، جلد:11، صفحہ:153۔

آرام سے سوئیں ہم کمینے | جاگا کریں باوقار آقا
ایسا تو کہیں نہ دیکھا سُنا | بندوں کا اُٹھائیں بار آقا

پيارا اسلامي ڀائرو! اسان کي پنهنجي باري ۾ غور ڪرڻو آهي، ڇا اسان جي دل ۾ اها تمنا آهي؟ ڇا اسان پاڻ کي ۽ ڀين کي دوزخ کان بچائڻ ۽ جنت ڏانهن وٺي وڃڻ جي تڙپ رکون ٿا؟ ڇا دل کي هيءَ ڳالهه غمگين ڪري ٿي تہ ڪاش! منهنجو سڄو خاندان نيڪ ۽ نمازي بڻجي وڃي؟ ❁وڏو ڀاءُ نماز نہ پڙهي تہ ڇا اسان ان لاءِ غمگين ٿيندا آهيون؟ ❁گهر ۾ مائرون، ڀينرون، ڌيئرون فيشن ڪن، نماز نہ پڙهن، نيڪيءَ جي راهہ تي نہ هلن، تہ ڇا اسان جي دل کي ان تي تڪليف ٿئي ٿي؟ ❁معاشرو خراب ٿيندو وڃي، مسجدون ويران ٿين، گناهن جا اڏا آباد ٿين، اسان جا نوجوان عيش و عشرت ۾ زندگي برباد ڪندا رهن، معاشري ۾ سود، حرام روزي، ظلم، غيبت، چغلي، وعدو خلافي، ماءُ پيءُ جي نافرماني وغيره گناهہ عام ٿيندا پيا وڃن، ڇا اسان جي دل کي ان تي تڪليف ٿئي ٿي؟ ڇا اسان ان تي غمگين ٿيندا آهيون؟

ڪاش! دلِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي صدقي اسان کي بہ اهو غم نصيب ٿئي. ڪاش! اسان جي اندر اهو فڪر پيدا ٿئي تہ پاڻ کي بہ ۽ ڀين کي بہ جنت جي واٽ ڏيکاريون. يقين ڪريو، هيءَ ئي تڪليف، هيءَ ئي تڙپ، هيءَ ئي غم آهي، جيڪو اسان جي معاشري کي سڌاري سگهي ٿو، اسان کي هڪ عمل ڪندڙ مبلغ بڻائي سگهي ٿو. ان ڪري اسان کي دل ۾ اهو درد ضرور پيدا ڪرڻ گهرجي.

## پيشاب ۾ رت اچڻ لڳو

پنهنجي دور جا وڏا عالم ۽ محدث، حضرت سفيان ثوري صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ ڀيري جڙي ٻوٽيون فروخت ڪندڙن کي نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ لاءِ ويا. واپس اچي فرمايائون: ”توهان ڄاڻو ٿا، مان انهن کي سمجهائڻ جو ويو هئس؟ انهيءَ

لاءِ تہ جڏهن مان ڪا برائي ڏسان، جنهن کان روڪڻ مون تي واجب هجي، پوءِ جيڪڏهن مان نيڪيءَ جي دعوت نہ ڏيان ۽ برائيءَ کان منع نہ ڪيان تہ مون کي غم جي شدت جي سبب پيشاب ۾ رت اچڻ لڳندو آهي."[1]

اللّٰہُ اڪبر! ڪاش! اسان کي بہ اهڙو غم نصيب ٿئي. ڪاش! اسان اهڙا ٿي وڃون، جڻ تہ نيڪ ۽ نمازي بڻائڻ واري مشين بڻجي وڃون، جتي ويهون، جتي وڃون، جنهن سان ڳالهايون، ان کي نيڪيءَ جي دعوت ڏيون.

## گنهگارن لاءِ مهربان ٿي وڃو

پيارا اسلامي ڀائرو! هي جيڪو رحمت جو جذبو آهي، هيءَ جيڪا ڪڙهن آهي ڪو بہ گناهہ ڪري دوزخ جو حقدار بڻجي، ڪنهن نہ ڪنهن طرح اُن کي جهنم کان بچائڻ جي صورت نڪري ئي اچي، هيءَ جذبو سچي مبلغ جي دل ۾ هجڻ ضروري آهي. ❁اسان کي نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ ۾ سستي ٿئي ٿي، ❁شرم اچي ٿو، ❁جِهجهڪ ٿئي ٿي، ❁بار بار سمجهائڻ سان اُڪتاهٽ ٿيڻ لڳي ٿي. انهن سيني مسئلن جو حل هيءُ آهي تہ اسان پنهنجي اندر همدرديءَ جو جذبو پيدا ڪيون.

حضرت زُهير بن نعيم رَحۡمَۃُاللّٰہِ عَلَیۡہ فرمايو: "خدا جو قسم! مان چاهيان ٿو تہ منهنجي چمڙيءَ کي قينچيءَ سان ڪٽي ڇڏجي، پر ڪو بہ ٻانهو اللّٰہ پاڪ جي نافرماني نہ ڪري."

❁حضرت حبيب عجمي رَحۡمَۃُاللّٰہِ عَلَیۡہ جڏهن غضب وارين آيتن کي پڙهندا هئا تہ روئڻ لڳندا هئا ۽ دعا ڪندا هئا: "اي اللّٰہ پاڪ! يا تہ سيني کي بخشي ڇڏ، يا ائين ڪر جو سيني گنهگارن جي بدران صرف مون کي عذاب ڏيئي، باقي سيني کي آزاد فرماءِ."

---

1 حلية الاولياء، جلد:7، صفحه:15، رقم:9359-

❁حضرت شقيق بلخي رَحمَةُاللّٰهِ عَلَيه فرمايو: ”جيڪو گنهگار تي رحم نٿو ڪري، سو ان گنهگار کان بہ بري حالت ۾ آهي.“[1]

بهرحال، پيارا اسلامي ڀائرو! اسان کي همدردي اختيار ڪرڻي آهي، اسان کي پنهنجي اندر اها تڪليف پيدا ڪرڻي آهي تہ ڪنهن بہ طريقي سان پاڻ کي بہ ۽ ٻين کي بہ دوزخ کان بچائي سگهون. الله پاڪ اسان کي اهڙو درد عطا فرمائي، اٰمِين بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيِّيْن صَلَّى اللّٰهُ عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

## نيڪيءَ جي دعوت عام ڪرڻ جو طريقو

پيارا اسلامي ڀائرو! اڄ جي دور ۾ نيڪيءَ جي دعوت کي عام ڪرڻ، پاڻ بہ نيڪ بڻجڻ ۽ ٻين کي بہ نيڪ بڻائڻ جو آسان طريقو ”ٻارهن ديني ڪم“ آهن: * صبح جو جلدي اٿو، فجر جي نماز لاءِ وڃڻ وقت ٻين کي بہ اٿاريندا وڃو، ان شاءَ الله پاڪ! صبح ئي صبح نيڪين جو خزانو ملي ويندو. * مسجد پهچو، تفسيري حلقو لڳايو. * ظهر ۾ يا ڪنهن بہ نماز کان پوءِ مسجد ۾ درس ڏيو. * گهر وارن کي گڏ ڪري، سندن سامهون بہ درس ڏيو. * هفتي ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو علائقائي دورو ڪريو. * گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن راهِ خدا ۾ ڏيو. * قافلن ۾ سفر ڪيو، پاڻ بہ شامل ٿيو ۽ ٻين کي بہ همت ڏياريو تہ اهي بہ شامل ٿين. جيڪڏهن اها سعادت ملي، تہ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! نيڪي ڪرڻ ۽ نيڪيءَ جي دعوت ڏيڻ جو سلسلو جاري رهندو. الله پاڪ اسان کي عمل جي توفيق عطا فرمائي. اڇو تہ ترغيب لاءِ هڪ مدني بهار ٻڌايان ٿو:

## سرڪار صَلَّى اللّٰهُ عَلَيهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي بارگاهہ مان سڏ اچي ويو

قصور (پنجاب، پاڪستان) جي اسلامي ڀاءِ جي بيان جو خلاصو هي آهي: الحمد

1 تنبيہ المغترين،صفحہ:99 ملتقطاً۔

لله! مان دعوتِ اسلامي جي ديني ماحول سان وابسته ٿي هئس، پر ديني ڪمن ۾ سستي جو شڪار هُيس. حسن اتفاق سان محرم شريف 1431 هجري، جنوري 2010ع ۾ دعوتِ اسلامي جي هڪ ذميدار اسلامي ڀاءُ سان ملاقات ٿي. جڏهن انهن کي منهنجي سستيءَ جو علم ٿيو ته انهن مون کي سمجهايو ۽ انهن جي سمجهائڻ سان نه رڳو ديني ڪمن لاءِ جذبو پيدا ٿيو، بلڪ اَلْحَمْدُلِلّٰه! ديني ڪمن مان هڪ ڪم، يعني فجر لاءِ اٿارڻ شروع ڪري ڏنو، جنهن جي برڪت سان، ساڳئي سال مون کي بارگاهه مصطفیٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي حاضريءَ جي سعادت نصيب ٿي وئي.

اللہ کرم ایسا کرے تجھ پہ جہاں میں | اے دعوتِ اسلامی! تیری دھوم مچی ہو

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

## نعت مجموعو موبائل ايپلي ڪيشن

اي رسول الله جا عاشقو! اڄ ٽيڪنالاجي جو دور آهي، اَلْحَمْدُلِلّٰه! عاشقانِ رسول جي ديني تنظيم دعوتِ اسلامي اسمارٽ فون ذريعي به دين جي ڄاڻ عام ڪري رهي آهي. انهي سلسلي ۾ دعوتِ اسلامي جي آءِ ٽي ڊپارٽمنٽ طرفان هڪ موبائل ايپلي ڪيشن جاري ڪئي وئي آهي جنهن جو نالو آهي: نعت مجموعو. هن ايپ ۾ اعليٰ حضرت مولانا حامد رضا خان، مفتي اعظم هندوستان، مولانا حسن رضا خان، مولانا جميل رضوي، مفتِي احمد يار خان نعيمي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْهِم ۽ امير اهل سنت مولانا محمد الياس قادري دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جا ڪلام شامل آهن.

هر مجموعي ۾ ڪلام کي الف بي ۽ رديف جي ترتيب سان ڏسي سگهجي ٿو، جڏهن ته سرچ بار مان پنهنجو پسنديده ڪلام آساني سان ڳولي سگهجي ٿو. مختلف ڪلامن جا آڊيو ۽ وڊيو ٻڌي سگهجن ٿا ۽ مفت ڊائونلوڊ به ڪري سگهجن ٿا. پسنديده ڪلام کي نشان لڳائي بار بار ٻڌي سگهجي ٿو. پنهنجا پسنديده ڪلام مائي ڪليڪشن فيوچر ۾ محفوظ ڪري سگهجن ٿا، جڏهن ته ڪلام يا شعر کي

ڪاپي ڪري واٽس ايپ، فيس بڪ، ٽوئيٽر تي شيئر بہ ڪري سگھجي ٿو.

اها ايپ پاڻ بہ ڊائونلوڊ ڪريو ۽ ٻين کي بہ ان جي ترغيب ڏيو.

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

## قربانيءَ جون کلون دعوتِ اسلامي کي ڏيو!

پيارا اسلامي ڀائرو! اَلْحَمْدُلِلّٰہ! دعوتِ اسلامي سڄي دنيا ۾ اسلام جي خدمت ۾ سرگرم عمل آهي. هن نيڪ ڪم ۾ توهان بہ پنهنجو حصو شامل ڪيو. عيد الاضحیٰ قريب آهي، عاشقانِ رسول قرباني جي سعادت حاصل ڪندا. عرض آهي تہ پنهنجي جانورن جون کلون دعوتِ اسلامي کي ڏيو. توهان جي ڏنل رقم يا چمڙي ذريعي سڄي دنيا ۾ ديني، اصلاحي ۽ روحاني ڪم ڪيا ويندا، اِنْ شَآءَ اللّٰہُ الْکَرِیْم! اهو صدقه جاريه توهان لاءِ وڏي برڪت جو سبب ٿيندو. گڏوگڏ پنهنجي محلي، گھر وارن ۽ رشتيدارن کي فون ڪري بہ ترغيب ڏياريو ۽ کلون گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. اِنْ شَآءَ اللّٰہُ الْکَرِیْم! ان ۾ بہ برڪتون ملنديون. حديث ۾ آهي: جنهن ڪنهن جي ڪنهن ڀلائي ڏانهن رهنمائي ڪئي، ان کي ان عمل ڪندڙ جي برابر اجر ملندو آهي. (1)

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

## ڪجھ ضروري اعلان ٻڌندا

اَلْحَمْدُلِلّٰہ! ذوالحج شريف جو مهينو جاري آهي. هن مهيني جي پهرين ڏهن ڏينهن ۾ شيخِ طريقت، امير اهل سنت مولانا محمد الياس عطّار قادري دامت برڪاتهم العاليہ روزانو رات جو تقريباً 9:30 وڳي مدني چينل تي لائيو مدني

1... ترمذی، ابواب العلم، باب ماجاء الدال...الخ، صفحہ:628، حديث:2671۔

مذاڪرو فرمائيندا آهن. سڀ ذميدار ۽ عاشقانِ رسول پاڻ بہ انهن مذاڪرن ۾ حصو وٺو ۽ ٻين کي پڻ دعوت ڏيو.

شيخِ طريقت هر هفتي هڪ ديني رسالو پڙهڻ جي ترغيب ڏيندا آهن. ايندڙ هفتي جي مدني مذاڪري ۾ رسالو ”بغير حج جي حج جو ثواب“ جو اعلان ٿيندو. پاڻ بہ پڙهو ۽ ٻين کي بہ ترغيب ڏيو. سوشل ميڊيا جهڙوڪ واٽس ايپ تي بہ ٻين سان شيئر ڪريو. خليفه امير اهل سنت حضرت مولانا محمد عبيد رضا عطاري دامت برڪاتهم العاليہ جا محبت ڀريا بيان تحريري صورت ۾ ”بيانات خليفه امير اهل سنت“ (جلد 1) مڪتبة المدينہ تي موجود آهن. توهان انهن کي 650 روپين ۾ مڪتبة المدينہ جي ڪنهن بہ شاخ تان وٺي سگهو ٿا. پاڻ بہ پڙهو ۽ ٻين کي ترغيب ڏياريو.

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

پيارا اسلامي ڀائرو، اختتام تي سنت جي فضيلت ۽ زندگي جا ڪجھ آداب بيان ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪريان ٿو. پياري آقا صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: مَنْ اَحَبَّ سُنَّتِي فَقَدْ اَحَبَّنِي وَمَنْ اَحَبَّنِي كَانَ مَعِيَ فِي الْجَنَّةِ ”جنهن منهنجي سنت سان محبت ڪئي، ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي، اهو جنت ۾ مون سان گڏ هوندو.“ (1)

سينہ تيری سُنّت کا مدينہ بنے آقا! | جنت ميں پڑوسی مجھے تم اپنا بنانا

## ڳهٽ ڪائڻ سنت آهي

رسولِ ڪريم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: جڏهن ماڻهو پنهنجو ڪائڻ ڳهٽائي ٿو تہ

1 ...مشکوٰۃ،کتابُ:الْایمان،بابُ:الْاِعْتِصَام، جلد:1، صفحہ:55، حديث:175۔

سندس سينو نور سان پرجي وڃي ٿو. (1)

اي عاشقانِ رسول! اسان جي پياري آقا صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بک کان گهٽ کائيندا هئا. جيستائين دنيا ۾ هئا، ڪڏهن به مسلسل ٻه ڏينهن پيٽ ڀري نه کاڌو. (2) پاڻ بک جي ڪري پنهنجي پيٽ تي پٿر ٻڌندا هئا. (3)

اي عاشقانِ رسول! گهٽ کائڻ سنّت آهي اسان جا پيارا آقا، مديني وارا مصطفٰي صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جيستائين دنيا ۾ تشريف فرما رهيا، ڪڏهن به لاڳيتو 2 راتيون پيٽ ڀري نه کاڌائون پاڻ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بکَ جي سبب پيٽ تي پٿر ٻڌندا هئا.

## کاڌي جي مقدار جي باري ۾ احڪام:

❁بُکَ رکي ڪري کائڻ سنّت آهي. ❁جيتري بُک آهي، اوترو کائي وٺڻ مباح آهي (يعني ان ۾ نه گناهه نه ثواب). ❁پيٽ ڀري ڪري اوترو کائڻ جو پيٽ خراب ٿيڻ جو گمان هجي، حرام آهي. ❁پيٽ ڀري اوترو کائڻ جو پيٽ خراب ٿيڻ جو انديشو نه هجي مڪروه آهي. ❁غذا ۾ ايتري گهٽتائي ڪري ڇڏڻ جو فرائض جي ادائيگي ۾ خلل اچي، ناجائز آهي. 4

مختلف سنتون ۽ آداب سکڻ جي لاءِ مڪتبة المدينہ جو ڪتاب **بهارِ شريعت** جلد: **3**، حصو: **16** ۽ امير اهلسنت مولانا الياس قادري دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جو **91** صفحن جو رسالو **550 سنتون ۽ آداب** خريد فرمايو ۽ پڙهو! سنتون سکڻ جو هڪ بهترين ذريعو دعوتِ اسلامي جي قافلن ۾ عاشقانِ رسول سان گڏ سنتن ڀريو سفر ڪرڻ به آهي.

غم کے بادَل چھٹیں قافلے میں چلو | خوب خوشیاں ملیں قافلے میں چلو

1...جامع صغير، صفحہ:35،حديث:469۔
2...شمائل ترمذی، باب ماجاء صفة خبز رسول الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَ آله وَسَلَّم ، صفحہ:129، حديث:150۔
3... ترمذی، كتاب الزہد، باب ما جاء فی معيشة...الخ،صفحہ:565،حديث:2371 مفهوماً۔
4 بہارِ شَرِيعت، حصہ:16، جلد:3، صفحہ:374ملخصا ۔

رب کے در پر جُھکیں، اِلتجائیں کریں | بابِ رحمت کھلیں، قافلے میں چلو

الله پاڪ اسان کي عَمل جي توفيق عطا فرمائي.

آمِيْن بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيّٖن صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم.

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

# دعوتِ اسلامي جي هفتيوار سنتن ڀري اِجتماع ۾ پڙهيا ويندڙ 6 درود شريف ۽ 2 دعائون

## ﴿1﴾ جمعه جي رات جو دُرُود

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الْحَبِيْبِ الْعَالِى الْقَدْرِ الْعَظِيْمِ الْجَاهِ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ

بزرگن فرمايو تہ جيڪو شخص هر جمعرات (جمعه ۽ خميس جي وچين رات) هن دُرُود شريف کي پابندي سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو پڙهندو موت جي وقت سرڪار مدينہ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي زيارت ڪندو ۽ قبر ۾ داخل ٿيڻ وقت بہ ايستائين هو ڏسندو تہ سرڪار مدينہ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان کي پنهنجي هٿن سان قبر ۾ داخل ڪري رهيا آهن.[1]

## ﴿2﴾ سمورا گُناه مُعاف

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا وَ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى اٰلِهٖ وَسَلِّمْ

---

1 افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة السادسة والخمسون، ص151ملخصًا

حضرتِ سَيِّدُنا انس رَضِیَ اللہُ عَنْہُ کان روايت آهي تہ تاجدارِ مدينه صَلَّی اللہُ عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن فرمايو: جيڪو شَخص هي دُرُود شريف پڙهي جيڪڏهن بيٺل هو تو ويهڻ کان پهريان ۽ ويٺل هو تہ بيهڻ کان پهريان، ان جا گناهہ معاف ڪيا ويندا. [1]

## ﴿3﴾ رَحمت جا ستر دروازا

صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّدٍ

جيڪو هي دُرُود شريف پڙهندو آهي ان تي رحمت جا ستر دروازا کوليا ويندا آهن. [2]

## ﴿4﴾ ڇهہ لک دُرُود شريفن جو ثواب

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا فِيْ عِلْمِ اللهِ صَلَاةً دَآئِمَةً بِدَوَامِ مُلْكِ اللهِ

حضرت اَحمد صاوِي رَحْمَةُ اللہِ عَلَيْہ ڪِن بُزرگن کان نقل ڪن ٿا هن دُرُود شريف کي هڪ ڀيرو پڙهڻ سان ڇهہ لک دُرُودشريف پڙهڻ جو ثواب حاصل ٿيندو آهي. [3]

## ﴿5﴾ قُربِ مُصطفٰي صَلَّی اللہُ عَلَيْہِ وَسَلَّم

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ

هڪ ڏينهن هڪ شَخص آيو تہ حُضُورِ اَنور صَلَّی اللہُ عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کيس پنهنجي ۽ صِدّيقِ اڪبر رَضِیَ اللہُ عَنْہُ جي وچ ۾ ويهاريو، انهيءَ تي صَحابَہ ڪرام رَضِیَ اللہُ عَنْہُم کي تَعَجُّب ٿيو تہ اهڙي مرتبي وارو شخص ڪير آهي جڏهن اهو هليو ويو تہ سرڪار مدينہ صَلَّی اللہُ عَلَيْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن فرمايو: هو جڏهن مون تي دُرُودِ پاڪ پڙهندو آهي تہ هيئن پڙهندو آهي. [4]

---

[1] افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الحادية عشرة، ص 65

[2] ... القول البديع، الباب الثانى، ص277

[3] ... افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الثانية والخمسون، ص149

[4] ... القول البديع، الباب الاول، ص4125

## ﴾6﴿ دُرُود شَفَاعت

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

شافع امم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جو فرمان معظم آهي : جيڪو شخص هي درود پاڪ پڙهي ان جي لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويندي آهي.[1]

## ﴾1﴿ هڪ هزار ڏينهن جون نيڪيون

جَزَى اللّٰهُ عَنَّا مُحَمَّدًا مَا هُوَ اَهْلُهٗ

حضرتِ سَيِّدُنا ابنِ عباس رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُمَا کان رِوايت آهي تہ سرڪارِ مدينہ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن فرمايو: هي درود شريف پڙهڻ واري جي لاءِ ستر فرشتا هڪ هزار ڏينهن تائين نيڪيون لکندا آهن.[2]

## ﴾2﴿ جڻ شبِ قدر حاصل ڪري ورتي

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ الْحَلِيْمُ الْكَرِيْمُ، سُبْحٰنَ اللّٰهِ رَبِّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبِّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ

(خداءِ حليم و ڪريم کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق ناهي، اللّٰه پاڪ آهي جيڪو ستن آسمانن ۽ عرشِ عظيم جو پروردگار آهي)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جنهن هن دُعا کي ٽي ڀيرا پڙهيو جڻ ان شبِ قدر کي حاصل ڪري ورتو.[3]

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

---

[1]... الترغيب والترهيب، ج 2، ص 329، حديث 31

[2]... مجمع الزوائد،كتاب الادعية،باب فی كيفية الصلاة...الخ،254/10،حديث:17305

[3]... ابنِ عساڪر ج 19، ص 155، حديث 4455